# ديوان







فقير مرحوم مغفور

## ميان غلام حيدر عليه رحمت



ڇپائيندڙ

ميان بيدل فقير شر

سجاده نشين

درگاهه مرحوم مغفور ميان غلام حيدر فقير - شر

[ سال ١٩٦٠ع

سنڌي آرٽ پريس حيدرآباد سنڌ

# ديـــوان





فقير مرحوم مغفور

## ميان غــلام حيدر عليه رحمت



چپائيندڙ

ميان بــدل فقير شر

سجاده نشين

درگاه مرحوم مغفور ميان غلام حيدر فقير - شر

[سال ۱۹۶۰ع]    [جلد ۵۰۰]

قيمت

۰/۰ — ۳ روپيه

مسکين آرٽ پريس حيدرآباد مرس

بسم الله الرحمان الرحيم

# سلسله پيران الطريقت قادريه

الحمد الله رب العالمين والعاقبة المتقين والصلوات والسلام علي رسوله محمد و آله اجمعين.
اما بعد في هذاه سلسلتي من مشائخ في الطريقت القادريه علي اعلهم رضوان الله تعاليٰ -



الاهي بحرمت سيد المرسلين وخاتم النبيين احمد مجتبيٰ ومحمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم
الاهي بحرمت امام العارفين حضرت علي كرم الله وجه درشان او حضرت النبي صلي الله عليه وسلم
فرمود ده اند كه انا مدينة العلم وعلي بابها - الاهي بحرمت امام الائمه امام حسن رضي الله - الاهي
بحرمت امام زين العابدين رضه - الاهي بحرمت امام محمد باقر رضه - الاهي بحرمت امام جعفر صادق رضه
الاهي بحرمت امام موسيٰ كاظم رضه - الاهي بحرمت امام موسيٰ رضا رضه - الاهي بحرمت معروف
كرخي رحمة الله عليه - الاهي بحرمت شيخ المشائخ ابوالحسن سري سقطي رحمة الله - الاهي
بحرمت شيخ جنيد بغدادي رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ شبلي رحمة الله - الاهي بحرمت
شيخ علي هنكاري رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ ابوالفضل بن عبدالواحد رحمة الله - الاهي
بحرمت شيخ ابوالفرح طرطوسي رحمة الله الاهي بحرمت شيخ ابوسعيد فاروقي رحمة الله الاهي بحرمت
شيخ المشائخ حضرت پير دستگير روشن ضمير مرشد الخلائق مولانا شيخ عبدالقادر جيلاني قدس
الله تعاليٰ سره العزيز - الاهي بحرمت شيخ عبدالقاهر رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ عمادالياس
رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ نجم الدين كبريٰ رحمة الله - الاهي بحرمت محمد الدين بغدادي
رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ رضي الدين رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ احمد نورالدين
رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ محمود رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ علاوالدين رحمة الله -
الاهي بحرمت شيخ المشائخ علي ثاني سيد همداني رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ ابا اسحاق
البحلاني رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ محمد علي المشهور بنوربخش رحمة الله - الاهي بحرمت
شيخ محمد غياث الدين رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ اسمعيل مدني رحمة الله - الاهي بحرمت
شيخ قرب الشرقي شيخ قطب زمان كليم الله رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ المشائخ فرد الحقيقي
راز اسرار قطب الزمان عارف بالله مرشد شاه عبدالله جيلاني رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ
محمد حافظ فاروقي المشهور فقير صاحبڏنو رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ عارف بالله فقير
عبدالحق فاروقي رحمة الله - الاهي بحرمت شيخ مرشدنا سهل فقير رحمة الله عليه - الاهي
بحرمت شيخ محمد يوسف فقير عرف الله شاه عليه رحمته - الاهي بحرمت فقير غلام حيدر
فقير گودڙيو عليه رحمته - الاهي بحرمت فقير مبنگهو - الاهي بحرمت فقير غلام شاه - الاهي
بحرمت فقير مراد علي - الاهي بحرمت فقير پيرل موجوده سجاده نشين و ان كان بعد آج الله
جيڪي فقير ٿيندا آيا آهن الاهي ته درگاه درازن جا طالب آهن —

العابد فقير عبدالرحيم

# بسم الله الرحمان الرحيم

الحمد لله رب العالمين والصلوات والسلام علي سيد المرسلين.

سڀ تعريفون الله تبارڪ جي واسطي آهن. جو پنهنجن ٻانهن تي پنهنجي نعمتن سان گڏ بخشش عطا ۽ احسان ڪرڻ وارو آهي. جو سڀني ڪائنات ۾ سڀڪان وڏيڪ عبادت جو لائق ۽ معبود آهي اهوئي، بزرگي، جلالت جمالت ۽ ڪمالت جو صاحب آهي. جو پنهنجي عاشقن ذاڪرن جي دلين خواه نظرن ۾ ويجهي ۾ ويجهو آهي. جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي ته:- نحن اقرب اليه من حبل الوريد. ۽ جيڪي عاشق الهي توحيد جي درياءَ ۾ ٽٻيون هڻڻ وارا آهن ته وري انهن سان هميشه هم انيس آهي. جيئن مولانا جامي رحمة الله عليه فرمايو آهي:- انيس خلوت شب زنده داران — رفيق روز درد مند گداران. خدا وند ڪريم پنهنجي نعمت، رحمت ۽ قناعت جي خزانن مان پنهنجي ٻانهن کي غني بنائڻ وارو آهي. جنهن پنهنجي لطف و ڪرم سان اسان کي پنهنجو ٻانهو بنايو آهي. ۽ پنهنجي ڪلام پاڪ جي برڪت سان مڪرم ۽ فيضياب ڪيو آهي. ۽ جيڪڏهن اسان غفلت جو لحاف دور ڪري پنهنجي جي وجود اندر سوچ ويچار غور ۽ فڪر سان نظر ڪريون ته جيڪر اهو ئي اهو نظر اچي. جيئن سچل سرمست رحمت الله عليه هڪ هنڌ فرمايو آهي ته:- در ديدن ديدن ديدن آخر بيائي از قاب ازالسواءُ هو اهڙو ته حاذق حڪيم آهي نه فقط عابد، زاهد ۽ متقي انسان کي ڪرم آب جي معرفت طئي ڪرڻ لاءِ آماده رکي ٿو بلڪ عاجز، مجروح ۽ بي فڪر انسان کي پنهنجي پياري رحمت للعالمين جي چوڻي مالڪ آڻي پنهنجي قرب ۽ محبت جي شفاخاني مان وصال جو خاص الخاص شربت پياري کين خالص محبت جي ۽ رحمت جي عميق درياءَ ۾ غوطه زن ڪرائي ٿو ۽ انهن بي خبر انسان کي به پنهنجي لطف و ڪرم سان سالڪ ۽ عارف بنائي ٿو. جو جن شخص جي ذهن مبارڪ تي هر هميشه هي ورد جاري رهي ٿو ته:-

ڪبهي تو وصل ہوگا اسي توقع پر جئي جاتے ہين — نه موري فال ڪہلوائو خدا جانے تو کيا نکلے

ليڪن انهن آس مند انسان کي پنهنجي رهنمائي ۽ مقبوليت جي سببان بندگي ۽ عبادت جي توفيق سان گڏو گڏ معرفت الاهي جو به مزو چکائي ٿو. ۽ پنهنجي بيشمار احسان سان انهن کي بخشش ۽ پاڪائي جو بي بها ۽ قيمتي لباس پهرائيندو آهي. ۽ ان پنهنجي ڪامل تجلي جي جلوه سان انهن جي دلين کي پرنور ۽ مالا مال ڪري ڇڏيندو آهي. انسان گڏ الله تبارڪ تعاليٰ پنهنجي اهڙن خاص ٻانهن لاءِ ڪلام پاڪ ۾ اولياء الله جو خطاب عطا فرمائي کين نوازيو آهي. جيئن ته:- الا ان اولياء الله لا خوف عليهم ولا هم يحزنون. اسان سواءِ ڪنهن شڪ گمان جي ڪهي ٿا ته ٻنهي جهانن ۾ سواءِ ذات حق جي ٻيو ڪو به معبود بالحق ڪو نه آهي بي مثل بيچون وحده لا شريڪ له آهي.

امّا بعد:- نا محدود شڪر الله تبارڪ و تعاليٰ جا جنهن اسان جي هدايت لاءِ حقيقي رهبر شافع محشر سيد المرسلين شفيع المذنبين رحمت للعالمين حضور سرور ڪائنات فخر موجودات مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله عليه و آله وسلم جن کي خاص پنهنجي نور الور مان پيدا ڪري تمام خلقت جي هدايت واسطي پيغمبر ڪري موڪليو. هن ٻانهي ۾ علم ۽ ڪهڳار جي نه ڪا دماغ کي ڪا به ... يا روحاني طاقت حاصل آهي جو ذات پاڪ رب الجليل واري چمڪاٽ نور

جي ابتدا يا انتها جي مڪمل خبر ڏيئي سگهي . جنهن پنهنجي انوار هدايت سان گمراهيءَ
جي ظلمات کي هٽائي ڇڏيو ۽ اهل هدايت وارن جي دلين کي دين جي هدايت سان روشن ۽
معمور ڪيو . ۽ جنهن لاتعداد خلق خدا کي ڪفر ۽ ضلالت جي تاريڪيءَ مان ڪڍي تقرب ربانيءَ
ذاتين پهچايو . ۽ جنهن نه ملهوءَ انهي تابعداريءَ ۾ سارا صدق ۽ سچائيءَ جي پوري پوري طرح
دل لڳائي آهي ته انکي دنيوي خواه دلوي نعمتون مڪمل طرح حاصل ٿيون آهن . ۽ اهو ظاهري
خواه باطني خزانن جو مالڪ بڻجي ويو آهي . ان ڪري روحاني ۽ ابدي لذتن جو سواد حاصل
ڪيو آهي . پر خوش قسمت انهن ۾ ٻيا بندن ٿي آهه جنکي ستارالعيوب پنهنجي مهربانيءَ سان
حضرت محمد ڪريم صلعم جهڙي نوري بشر جو ديدار بخشيو . ۽ انهن بندن جي لاءِ ديدار پرغم جو
پيالو سندن نوش جان ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو ذات پاڪ رب العالمين پنهنجي محبوب کي رحمة
العالمين جو چوغو پهرائي ياسين والهٰ جو هار امداد ڪري الک لمن المرسلين جو تاج زيب تاوڻ
ڪري هن دارالفنا جي تاريڪيءَ دور ڪرڻ واسطي روشن چراغ ڪري موڪليو . حضور سرور
ڪائنات صلعم جن جي اها اعلي سرڪار آهي جو جنهن نه ماٺهوءَ ڪنهن ٻي دنيا خواه دلوي
مشڪلات جي وقت پنهنجي دل کي سرڪار مدينه جي طرف رجوع ڪري ٻاڏايو آهي ته ” بفضل
خدا ولله ڪريم “ انجون سڀوئي مشڪلاتون هڪ ساعت ۾ آسان ٿي ويون آهن .

اي خدا ولله ڪريم تون اسانجي پيشوا آقائي نامدار حضور سرور ڪائنات صلعم ۽ انجي آل اطهر
۽ اصحاب ڪرامن تي بيشمار درود و سلام نازل فرماءِ جو جيستائين خورشيد مشرق کان طلوع ۽
مغرب ڏانهن غروب ٿيندو رهي . آمين ثم آمين

## پيش لفظ

ناظرين صاحبان کي ٻڌڪ روشن هجي ته سنڌ ويءَ کي پنهنجي جد بزرگوار صاحب
مرحوم مغفور جنت مڪان فقير غلام حيدر گودڙا، عليه رحمة جن جي سوانح حيات ۽
سندن شعر و شاعريءَ جو لکڻ هيئين سمين ڪري ٿيو آهي .

١. فقير صاحب ميان ٻلال فقير سجاده نشين درگاهه فقير غلام حيدر عليه رحمة جن
۽ سنڌس ڀاءُ ميان منور علي فقير ۽ ٻين خاص احبابن ۽ علم دوست حضرات وٽان
مذڪوره حوالات لکڻ بابت ٿا ڪندي فرمائش ٿي جنهنڪري لکڻ جو ڪم شروع
ڪيو ويو .

٢. ” دنيا است آخر ٻورنا “ هيڏ ڪري اسانجي گوٺ ۾ جهوني زماني جا ماڻهو
تمام قليل التعداد ۾ وڃي رهيا آهن، جن وٽان فقير صاحب مرحوم جن جي سوانح عمريءَ
جو پورو پورو احوال ملي سگهي ۽ انڪري اهو به خيال ٿيو ته جيڪي سندن موجود ٿي
آهي، تن انهن کان روبرو احوال ۽ حڪايتون هي لکيون وڃن ته بهتر ٿيندو .

٣. اڄ ڪالهه ڏٺو ويو آهي ته ٿوري عرصي کان سنڌي زبان جي خدمت ڪرڻ
۽ انکي قائم رکڻ لاءِ موجوده سرڪار ۽ سنڌيءَ جي خير خواه سنڌي ادبي بورڊ
وارن جي جماعت سگهوريءَ جي طرفان انيڪ سنڌي ڪتاب، ماهوار رسالا، ادبي
ڪتاب، تاريخون، اسلامي تاريخون، فقيرن بزرگن جا احوالات ۽ سندن شعر و شاعري

نظم توڙي نثر ۾ ڪيئي شايع ٿيا آهن. جنهن جي مطالع ڪرڻ بعد هن ڪتاب جي گڏ ڪري لکڻ جو شوق تمام زياده جاڳيو. ڇاڪاڻ ته دل ۾ اهو به خيال جاڳيو ته جڏهن فقير صاحب جن جيترو ذخيرو اسان وٽ ڇڏي ويا آهن ته جيئن اهو به جاني هيٺ اچي هن اساني سنڌڙيءَ جي سرزمين ساوڪ ۽ سونهريءَ مٿان گلڙن وانگر گلڪاري ڪري اظهار ٿئي ته پوءِ اهل دل ۽ عام و خاص اسانجا سنڌي پاڻ خواه سنڌي تعليم يافته حفظ حاصل ڪن. انڪري مذڪوره فرمائين خواه پنهنجي دل جي خيالن جي بجا آوري ڪرڻ مون واجب سمجهي هن رسالي کي گڏ ڪري لکڻ شروع ڪيم. پر ڏکيو هجي ته جيتوڻيڪ هيتر مواوٽ اهڙو فقير صاحب جنهي سوانح حيات بسبب ڪو ڪتاب موجود نه آهي. مگر هن ڪان الڪل ٣٥ سال اڳي منهنجي والد صاحب بنامي لمي بخش فقير ولد خداداد فقير ولد مرحوم ميان غلام حيدر فقير عليه رحمة جو پوٽو فقير صاحب، جنهي سوانح عمريءَ جو ڪتاب شعر ۽ شاعري سميت مرحوم ميان قائم فقير عليه رحمة جنهن جو دستخط موجود هيو. جو سائين صاحب وٽان تعليم ڪاڻ جو اوائلي سپرنٽينڊنٽ رياست خيرپور جو آغا غلام النبي خان پٺاڻ وڪيل شڪارپور طالب درازن جو التارخ ٿاه وٺي ويو هو، جو اڄ سوڍو ملي نه سگهيو آهي. منهنجو والد صاحب انوقت ڳوٺ جي اسڪول منگهي فقير ڦر ۾ هيڊ ماستر هيو. جو مذڪوره ڪتاب مان چڱو واقف آهي. الڪالسواءِ فقير صاحب واري پنهنجي دستخط رسالي مان ڪجهه پاڳو مواوٽ اڄ تائين موجود ۽ محفوظ آهي. جو قديمي ٽلهن امن لي اڪمل آهي. پر تنهن هوندي به آءٌ پنهنجي والد صاحب جو گهڻو شڪر گذار آهيان جو مونکي هر وقت فقير صاحب جنهي حال احوال اوقات مجاهده مراقبه وغيره بابت چڱي طرح ٻڌائيندو آهي. جو ته ڪيس مذڪوره ڪتاب جي مطالع ڪانسواءِ سندس والد مرحوم خداداد فقير پنهنجي والد صاحب جو سربستو حال احوال ٻڌائيندو هو. جو فقير صاحب جي خدمت ۾ گهڻو وقت صرف ڪيو هيائين جنهن مان کيس فيض پڻ چڱيءَ ريت مليل هو. ازان بعد هادي بخش فقير ولد مرحوم دين محمد فقير ولد مرحوم ميان غلام حيدر فقير رحمة. جو نهايت گهڻو احسانمند آهيان جنهن ڪان نه چڱي معلومات ٿي آهي.. هيئر سندس عمر ٩٠ ورهين جي قريب آهي. انهن سهولتن ملڻ ڪري هن عاجز کي هن ديوان گڏ ڪري لکڻ ۾ گهڻي سهولت ۽ آساني ٿي آهي.

عبدالرحيم- بلوچ

## — ضروري گذارش —

تمام ناظرين صاحبان "رسالہ فقير غلام حيدر گوندڙيه عليه رحمت" جي خدمت ۾ دست بسته ٿي عرض ٿو ڪريان ته اهي صاحب جنهن به وقت هن رسالي کي ڏسڻ فرمائن ته انوقت مونکي نه وسارين يعني جمله شائقين لئي هي لازم آهي ته هن گنهگار بي سرو سامان عاجز جي واسطي درگاه ايزدي مان مغفرت ۽ ايمان جي سلامتيءَ لاءِ خدا ڪارڻ هٿ کڻي دعا خير گهرڻ فرمائين ته انهن صاحبن جي دعا سان الله تبارڪ وتعالي هن عاصي

عاجز جو خاتمو بالخير ڪري ۽ اسان کي نيڪ عمل ڪرڻ جي توفيق عطا ڪري ۽ سنت حضور سرور ڪائنات محمد مصطفيٰ صلعم جن جي پيروي نصيب ڪري. ”آمين“ اسان کي مودبانه عرض آهي ته انسان خطا جو گهر آهي جيئن هڪ عربي مقوله آهي ته ”الانسان مرڪب من الخطا و النسيان“ ان سبب ڪري هن رسالي اندر ڪٿي به ڇاپي جي ڪا ڀُل چوڪ غلطي يا ناسلي عبارت ۾ ڪوئي به نقص ڏسڻ ۾ اچي ته مهربان ناظرين صاحبان مهربانيءَ ڪري علماءَ کي مد نظر رکي چشم پوشيءَ کان ڪم وٺندا. ۽ مونکي پوري اميد آهي ته مهربان محسن جي پرزي کي سواءِ سر بسر ڪرڻ جي ڪندا. بنده جي خامين کي مد نظر رکي چند بي بها لفظن ڏانهن متوجه ٿي احسان القديم جو قول پنهنجي دل مقدس ۾ نظر انداز ڪري غلطين کي درست ڪرڻ فرمائيندا. والسلام

## —— فقير صاحب جي ڳوٺ جي واقفيت ——

”ڳوٺ مينگهو فقير شر“ جو فقير صاحب جي وڏي پٽ مرحوم مينگهي فقير جي نالي سان مشهور آهي. سو ضلع خيرپور ميرس تعلقي مير واهه ۾ واقع آهي. سنڌس ڏکڻ ۾ تعلقي مير واهه جو هيڊ ڪوارٽر شهر لڳ ڇهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. ۽ اوڀر ۾ مير واهه اتر کان ڏکڻ وهي رهيو آهي ۽ اتر اولهه طرف اٽڪل ٻهن ڇهن ميلن جي مفاصلي تي فقير صاحب ميان نصير محمد فقير صوفي جلالاڻي بلوچ جي خانگاهه آهي ۽ اتر طرف اٽڪل ميل سوا پنڌ تي پير صاحب ميان حاجن علي شاه سيد جيلانيءَ جو مقبرو آهي جتي هر سال تاريخ ١١ ذوالقعد جي چڱو ميلو لڳندو آهي ۽ اتر طرف ڇهن ميلن تي روزدار وڏا جو شهر آهي. اتر اولهه طرف اٽڪل ٻهن ميلن تي ڪالهوڙن وڏن جو شهر واقع آهي جتي ميرن صاحبن جا مشهور حڪيم قاضي قوم راڄ باشندا آهن ۽ اتر اولهه طرف چوڏهن ميلن تي رانيپور شريف جي اسٽيشن آهي. وري اولهه طرف چوڏهن ميلن تي اسٽيشن سيتارجا آهي ۽ نون ميلن تي رئيس والداد خان لنڊ جو ڳوٺ آهي.

فقير صاحب جي ڳوٺ هر سال ربيع الاول جي ١١-١٢ تاريخ درگاهه شريف تي وڏو ميلو لڳندو آهي اراضنواهه سينٽرل اسڪول ۽ الي ٽپال جو ڪارخانو به آهي. ۽ فقير مولاد علي فقير شر هن ڳوٺ جو رهاڪو آهي.

هن ڳوٺ ڏانهن اچڻ لاءِ اسٽيشن رانيپور شريف ۽ اسٽيشن سيتارجا کان اچي سگهجي ٿو. ۽ ڪاغذ وغيره جي سهوليت پوسٽ ٽري ۽ ڀنڀاريءَ کان آهي.

## فقير صاحب جي وڏن جو احوال

فقير صاحب جا وڏا اصل نرتش بلوچستان جا رهاڪو هئا. مگر هن ملڪ ۾ تڏهن آيا جڏهن چون ٿا ته ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جوڌپور جي راجا کان مدد وٺي مير بجار خان کي ماريو ۽ پوءِ سندس دل وٺڻ لاءِ کيس عمرڪوٽ وارو قلعو وغيره ڏئي ڇڏيو. تڏهن راجا پنهنجي ڪٽنب لشڪر سميت اتي رهيل هو. ان ڏينهن ۾ مير سهراب خان والي رياست خيرپور جو پاڻ مير غلام محمد خان کيس شوق شڪار لاءِ عمرڪوٽ ڏانهن ويل هو. ڪن ڳالهين تان مير صاحب جي ماڻهن ۽ راجا جي ماڻهن جو پاڻ ۾ فساد ٿيو ۽ مير غلام محمد خان پنهنجي سائين سميت مارجي ويو. اها خبر جڏهن مير سهراب خان کي پهتي ته هن پاڻ جي وير وٺڻ لاءِ ڪن پنهنجي ميرن سميت جوڌپور ڏانهن چڙهائي ڪري.

ڪين اهي شڪست ڏئي آيا جنهن ڪري راڄا جي مير سان عداوت ٿي پئي ۽ ٻنهي لڪر وغيره موڪلي مير جي ملڪ مان ڦرلٽ چوريءَ جي نموني ۾ ڪرائيندو هو. ان ڪري مير سهراب خان ڪر جي مهاوري ۾ ڏاڙهن جي بچاءَ کان بلوچ بهادر قومون گهرائي انهن کي زمينون نوڪريون وغيره ڏيئي وهاريو هو. جوڻ ۾ اچي ٿو ته اهو واقعو تيرهين صدي جي اول يعني ١٢٠٢ هجري ڌاري ٿيو هو. مير صاحب ٻنهي ملڪ ۾ جيڪي بلوچ قومن جا ٽولا گهرايا هئا تن منجهه فقير صاحب جو والد صاحب مرحوم قائم خان به ٻنهي چند ڀائرن ۽ چاچي حسين بخش خان سميت آيل هو. ۽ انهن بلوچن جا ٽوپان به اڄ تائين انهن جڳهن تي موجود آهن.

جهڙوڪ:- مري - بگٽي - جمالي - ٻزدي - جلالاڻي - رند - شنباڻي - گوپانگ - شر - بوزدار - ٽالپور - لنڊ - جسڪاڻي - جلباڻي - لاشاري - لغاري - جاتوري - دستي - چانگ - ماڇاڻا - مجيداڻا - چانڊيا ۽ مشوري موجود آهن -

شر بلوچ جي قوم جو اڳواڻ هن رياست ۾ فقير صاحب جو والد قائم خان هو. جو شاهه وسايو عليه رحمت جن جو مريد هو. شاهه وسايو ميان گاجي گنج بخش جي اولاد مان هڪ بزرگ ٿي گذريو آهي جو شاهه گند واهه ۽ گنج آبه سموئي پاڙي جي طرف آهي. سندن طريقي ۾ ذڪر نفي اثبات (لا اله الا الله) جو بلند آواز سان ڪرڻ وقت ٻنهي سر کهي سچي لوڏيندا آهن جنهن ڪري انهيءَ طريقي کي مٿو ٻالي طريقه ڪري سڏيندا آهن. هن ملڪ ۾ اچڻ بعد جون ٿي ته قائم خان هنگورجن جي هڪ بزرگ ميان ناصرالدين شاهه عليه رحمت جن جي صحبت ۾ تمام گهڻي ڪندو هو. قائم خان کي مير صاحب وٽان ٻنهي ۽ پسگردائيءَ جي عوامي خلق جي بچاءَ وغيره لاءِ ڪچي قلعي ۽ شهر ٻڌڻ جي اجازت جو پروانو برادرم صاحب جي عبارت سان لکيل حاصل ٿيو. جو اڄ تائين فقير صاحب ميان پيدل فقير وٽ موجود آهي ۽ ان قلعي جا نشان به اڄ تائين زبون حالت ۾ ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهن. قائم خان کي مير صاحب جن جي طرفان وڏي عزت حاصل هئي ۽ خاص شڪارگاهن جي مٿان مختيارڪاريءَ جو عهدو مليل هوس. قائم خان پنج وقتي نماز ۽ رمضان شريف جا مڪمل روزا چڱي نموني ۾ ادا ڪندو هو. ۽ سندس تيار ڪرايل مسجد ۽ مدرسي جي بڻڊ جا نشان اڃا تائين ڏسڻ ۾ اچن ٿا - سندس ساميءَ واري زمين لاءِ مير سهراب خان کان ڪن راڄ وارن گهر ڪئي هئي جنهن ۾ مير صاحب جو ارشاد هو ته جيڪو به ماڻهو اڳ ۾ پاڻي آڻي پهچائيندو ته انکي ڏني ويندي - ٿوري عرصي بعد مير صاحب ۽ سندس پٽ مير مبارڪ خان شڪار ڪري اچي ساڳيءَ واري وڏي ۾ منزل انداز ٿيا ته اتي پاڻي ڏٺائون ۽ پڇا ڪيائون ته هي پاڻي ڪنهن آندو آهي تڏهن قائم خان حاضر هو جنهن جواب ۾ چيو ته سائين جن جي انعام موجب پاڻي مون آندو آهي. اها حقيقت مير مبارڪ خان کي به معلوم ٿي جنهن مير سهراب خان کي چيو ته هاڻي اها زمين قائم خان کي ملڻ گهرجي. جا مير کان مليس ۽ اڄ تائين سندن ملڪيت آهي —

# فقير صاحب جي ولادت

چوٿين پير اچي ٿو ته قائم خان کي چاليهه ورهين تائين ڪو به اولاد ڪونه ڄائو هو. جنهن ڪري سندس دل اولاد واسطي سڪايل رهندي هئي. ڇو ته دنيا جي زندگي واسطي پٽ ۽ مال به زينت آهن. جيئن الله تبارڪ و تعالى پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي ته:- المال والبنون زينة الحياة الدنيا.

حاصل ڪلام:- هڪ دفعي هڪ مست سيد نامي حيدر شاه سهلاني طرح قائم خان جي اوطاق تي اچي مهمان ٿيو. جنهن کي ڪجهه سڪ مهمانن عرض ڪيائين ته قبله سائين منهنجي دعا ڪريو ته پٽ ڄمي جو پٽ لاءِ تمام سڪايل آهيان. الوقت ان سيد بادشاه جواب ۾ وراڻي ڏنس ته انشاءَ الله توکي اولاد ٿيندو مگر انهن مان هڪ کل اسانجي پاڳي جو اٿئي. پوءِ ائين ته اهو سيد بادشاه رمندو رهيو ۽ سندس دعا درگاهه الاهيءَ ۾ مستجاب ٿي/ ڪجهه عرصي گذرڻ بعد سنه ١٢١٥ هجري بتاريخ ٢٣ ماه رمضان المبارڪ قائم خان جي گهر ۾ پٽ ڄائو جنهن جو نالو انهيءَ سيد بادشاه جي پاڳ واري لفظ موجب مطابق غلام حيدر رکيو ويو—

# فقير صاحب جي تعليم

سماڻن جو دستور آهي ته ٻار کي تعليم اول گهر کان وٺي ملڻ شروع ٿئي ٿي سو انهيءَ موجب فقير صاحب کي به تعليم فقيريءَ جي پنهنجي گهر کان وٺي ملڻ شروع ٿي ڇو ته قائم خان به ياد ڪر فڪر ۽ باشريعت جي رهندو هو. ان سبب ڪري فقير صاحب جا خيال ننڍي هوندي کان وٺي چڱي پاسي مائل هوندا هئا. ڇو ته ٻار به گهر ۾ جهڙو پنهنجي وڏن جو ڏٺو ڏسندو آهي ته ٻالڪ به اهو ئي اختيار ڪندو آهي. جڏهن فقير صاحب پڙهڻ لائق ٿيو تڏهن ڳوٺ جي خانگي مدرسي ۾ ويهاريو ويو جتي ڪلام پاڪ پورو ڪيائين. جڏهن ١٣ - ١٤ سالن جي عمر جو ٿيو تڏهن کيس هنگورجن جي مدرسي ۾ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم لاءِ موڪليو ويو جتي فارسي گلستان تائين پڙهيو. مگر پنهنجي والد جي پيرسن هجڻ ڪري وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو ڇو ته ننڍي هوندي کان وٺي والدين جي خدمت جو ڪوڏيو هو. جي ڪانئس تمام زياده راضي هئا. جن جي دعا جو اثر آخر ظاهر ٿيو جو فقير صاحب الله وارن جي لسٽ ۾ داخل ٿي ويو—

# فقير صاحب جي جوانيءَ جو وقت

هنگورجن جي مدرسي کان موٽڻ بعد فقير صاحب اچي پنهنجي والدين جي خدمت چاڪري ۽ زمينداري وغيره جو ڪم سنڀالڻ لڳو. جيتوڻيڪ قائم خان کي ٻيا به پٽ هئا تاهم به فقير صاحب کي قدرت کان چڱو پاڱو مليل هو جنهن ڪري فقير صاحب والدين جي خدمت خواه زمينداريءَ جي ڪم ۾ سڀني ڀائرن کان گوءِ کڻي ويندو. پنهنجي والد جي پيرسن هجڻ ڪري کيس ڪنهن به ڪم لاءِ نه چوندا هئا سڀ ڪم پنهنجين هٿن

لئي ڪڍي ڇڏيو. قائم خان جي وڏي عمر هجڻ سبب شڪارگاهن جي مختيارڪاري فقير صاحب کي ملي تڏهن به فقير صاحب اهڙو ظلم وغيره ڪونه ڪيو. ڇوته جڏهن شڪارگاهه جي ڪنهن به ڏوهيءَ کي آڻي فقير صاحب وٽ ويندا هئا ته کيس آزاد ڪري ڇڏيندو هو. فقير صاحب به پنهنجي والد والگر روزي نماز جو سخت پابند هوندو هو. جڏهن فقير صاحب جي عمر ۳۲ ورهن کي پهتي تڏهن سندن والد هن فاني دنيا مان سنه ۱۲۴۶ هجري ۱۷ شوال المڪرم جي گذاري ويو-

فقير صاحب کي پنهنجي والد جي وفات جو سخت صدمو پهتو جنهن ڪري اداس خيال ۽ پريشان حال ۾ گذارڻ لڳو سرڪاري ملازمت وغيره کان ڪناره ڪشي ڪري ڇڏيائين ۽ انهيءَ صدمي کي ٽارڻ لاءِ فقيرن درويشن جي صحبت اختيار ڪرڻ لاءِ هيڏي هوڏي خيال کي ڊوڙائڻ لڳو.

## فقيري طريقه جي ابتدائي

فقير صاحب پنهنجي والد جي جدائي ۽ فراق ۾ ويڳاڻو ٿيو وتندو هو. سو هڪ ڏينهن اچي اهو خيال دل ۾ ويٺس ته وڃي آخوند عبدالرحمان مهيسر وينل ڪمال ڏيره تعلقه ڪمبت جي سان ملاقات ڪري اچان. جو هنگورجن جي مدرسه ۾ ڪـڏ پڙهندو هوس-

جڏهن فقير صاحب ڪمال ڏيري پهتو تڏهن آخوند صاحب محبت خاطر فقير صاحب کي به ٽي روز ترسايو :- هي احوال آخوند صاحب جي فرزند مولوي صاحب ميان غلام محمد مهيسر وٽان لکيل آهي- هڪ ڏينهن آخوند صاحب فقير صاحب کي چيو ته اوڙڙ ۾ هڪ ڪامل فقير نالي محمد يوسف عليه رحمت فقير قوم ڪوڪر وينل ٽاڙي پاڳ-. جو اچي رهيو آهي. جو سهڙل فقير عليه رحمت جو فيض وارو طالب آهي. ۽ انهيءَ پور مولا جي ياد ۽ ذڪر فڪر جي ذوق شوق ۾ محو ۽ مستغرق آهي جنهن جي زيارت ڪرڻ پا هڪ حضور آهي. سو هل ته هلي انهيءَ زيارت کان مشرف ٿي اچون. جڏهن فقير صاحب ۽ آخوند صاحب ميان محمد يوسف فقير جي خدمت ۾ پهتا تڏهن ڏٺائون ته فقير تنهائيءَ ۾ ذڪر فڪر مجهه مشغول آهي.. هي به سائس مليا هڪ ٻئي جي واقفيت ڪيائون ۽ ڪجهه وقت ڪچهري به ڪيائون- آخر ۾ فقير کان موڪلائي دعا گهرڻ لڳا تڏهن اڳ آخوند صاحب دعا گهري ته فقير سائين! مونکي ڪا ڏاڻ دنيا جي دعا ڪريو ته فقير صاحب ٻڌي ٺيري چيس ته ابا ائين ٿيندو ۽ جهڙين تر گهريو- وري فقير صاحب به دعا گهري ته فقير سائين! مونکي الاهي عشق محبت جي ولب مان پاڳو ڏيار ته يوسف فقير وٺي اڙڪو ڏٺو ته ڪنڌوليءَ تان هيٺ لهي اچي فقير غلام حيدر کي ڀاڪر وجهي بغل گير ڪري سندس سان لائي هيئنيان لفظ چند بار چوڻ لڳو ته. غلام حيدر! تون اڄ امام حسين عليه السلام جي فقرائي دفتر تي داخل ٿي وئين- اوءِ ته فقير صاحب انهيءَ ترسي پيو ۽ کيس حقي ذڪر جو سبق پنهنجي مرشد وٽان امداد ٿيو. ازان بعد فقير صاحب مذڪوره ذڪري

جي سبق ۾ شب روز محو ۽ مشغول رهندو آيو. فقير صاحب ذڪر جي پيچ بعد زميندارِي ۽ زماني وارن ڳالهين سڀ وساري ڇڏيون. الله تبارڪ پنهنجي مهرباني سان فقير صاحب جي دل الرشاد ۾ فيض واري ۽ سچائي صفائي ڏانهن مائل ڪئي هئي. وري ويتر ڪامل فقير جي سبق ۽ صحبت وڌيڪ جوش جا ڳاٽ چاڙهس جو پنهنجي مرشد جي عنايت سان وحدت جو جام نوش ڪري دنيوي زهري نفس جي غم کان آزادگي حاصل ڪيائين ۽ پنهنجي حقيقي محبوب جي محبت ۽ عشق ۾ وصل لاءِ مجنون ۽ مفتون رهيو. ليڪن آخر الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڪل نفس ذائقة الموت واري فرموده موجب، فقير صاحب جي مرشد ميان محمد يوسف فقير عليه رحمت جن هن فاني دنيا مان رحلت ٿي فرمائي ته انوقت فقير صاحب جو ڪجهه عرصو کان انهيءَ خدمت ۾ موجود هو ته ان سان ڪجهه وقت خلاصي خلوت ڪئي هئائين. ۽ مير صاحب مير علي مراد خان عليه رحمت والي رياست خيرپور به پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ موجود هو. انوقت محمد يوسف فقير مير علي مراد خان جو هٿ وٺي فقير صاحب جي هٿ ۾ ڏنائين ته ميان غلام حيدر هيءَ ڳاري اسانجي دعا جي پوڪمل اٿئي تنهن ڪري توکي به چئائين ته تون به هڪ دعا جي نظر جو پاڻي ڏيندو رهج

چونڪ ته فقير محمد يوسف فقير جي آخري خلاصي ڪچهري فقير صاحب جا خيال تمام وڏا ڇڏيا جو فقير صاحب آخري باقي زندگي ريو. ازالسواءِ مير علي مراد خان به فقير صاحب ڏانهن راغب ٿي هو ۽ کيس پنهنجي مرشد وانگر سمجهڻ لڳو.

## فقير صاحب جو مذهب

ولين سڳورن جو قول آهي ته:- الصوفي لا فرقي پرستي. يعني صوفي فرقه پرست نه آهن يعني صوفي فقير فقط پنهنجي مرشد واري ڏسيل سوق الله جي اسم ڪمائڻ ۾ محو ۽ مشغول هوندا آهن ۽ مذهبي گفتگو جي جهڳڙن يا بحث مباحثه کان آزاد رهندا آهن. جيئن مولانا جلال الدين رومي رحمت الله عليه پنهنجي مثنوي شريف ۾ هڪ هنڌ فرمايو آهي ته:- نور حق در تو ڪه گردد منجلي — تو گرفتارے ابوبڪر رضه و علي رضه

ترجمو:- ته نور حق پاڪ جو تنهنجي اندر ۾ ڪيئن روشن ٿيندو. جو جو تون جهڳڙي گهمت وڏائيءَ ابوبڪر رضه ۽ علي رضه جي ۾ گرفتار آهين -

اهڙي طرح فقير صاحب به مذهبي جهڳڙا ڪي پسند نه ڪندو هو. ۽ هميشه ذڪر اذڪار ۾ مشغول رهندو هو. تنهن هوندي به فقير صاحب پنهنجي شعر ۾ ڪيترن هنڌن تي پنهنجن مذهبي عقيدن جو اظهار ڪيو آهي. جنهن مان ثابتي ملي ٿي ته فقير صاحب مذهب محمدي ۽ طريقه قادريه جي پيروي ڪندو هو. ۽ شريعت محمديءَ جو به پورو پابند هو. فقير صاحب جي مذهبي عقيدن جي ثابتيءَ لاءِ هيٺيان چند شعر درج ڪيون ٿا.

١- اول ڪيان ثنا الله
مير محمد منور ماه
چاري يار حامي همراه
حسن حسين جي ڏانهن ڏاه

معاف ڪندا اچي مون تقصير
مدد ڪندين تون مرشد مير
عاشق مولا قطب الڪبير

٢- جعفر جاني ڪر راهبر
موسيٰ ڪاظم لهندم سار
عسڪر عاصين جي آڌار
دوازده داور چارئي يار
اچي حامي ٿيندا اهن فقير
مدد ڪندين تون مرشد مير
عاشق مولا قطب الڪبير

٣- يار چارئي سڀ سچا سيئي پيلا
سرڪار جن ۽ رافضين جي هڻ ڪلا
سي ڪلا ۾ غار ٿيا منجهه نار دوزخ مبتلا
تون وصي وارث ٿئين جو يار ياور يڪ نظر
يا مرتضيٰ مولا علي امداد ڪر

٤- مڙئين تو پيروي ٿيا تابع تمام
عجمي عراقي ڪن سجده سلام
مصر ماڳ ماڻهو ڪهن تو ڪلام
قنڌار ڪاشان ۾ ميمن مهران مدام
چوڌهين طبق تا چون پير عبدالقادر امام
آهين درگاهه خدا جي جو واحد وزير
مدد ڪر محي الدين دلئون دستگير
ٻڌي تون رحم ڪر يا پيران پير

٥- خاتمو ۽:- چار يار تلوار ٿي
صديق رضا سچ سچار ٿي
عثمان عمر مددگار ٿي
سر چشم علي اسوار ٿي
يا ماه رمضان مرحبا

٦- مثنوي:- نور ازل روشن جو احمد علي
آهه صديق فاروق و عثمان ولي

٧- منجهه طريقه ٿئين جي آهه طرف ڪامل قادري
راز تون محرم حقيقت جو سدا پيغمبري
ڪل تابع شاهه ٿئين جو جن انسان و پري
فقير ٿو نوري پيو ٽڪيو ڪري نام مولا ڪر نظر
يا مرتضيٰ مولا علي امداد ڪر
يا مرتضيٰ مولا علي امداد ڪر
دل شوق هادي جي سدا منهنجي شاد ڪر
٨- شاهين شاهه ڪر نگاهه لڪ الله

مشڪل معاف مڙن جا
سيد سام ڏي انعام ڪرڻ
جام حامي هردو عالم جا
ڪم ڏوهه ڪيا الدوه ميٽين
لوح لکيل جا
چارئي يار لهن سار سون مختار
آهن شمس شرع جا
مدد مير ڪر امير شاهه بيمر رسي
ڪاف ڪرم جا

٩- علي سرخ الاولياء تون هردم حياري
چارئي يار پيچڙ ڏسان تڪين تون راضي

١٠- سعد ثمر هين رسمين سڌ سيد سٽي
وهلو تون وڙين ويڙ واڳان ڪٽي
مدعي مار منهنجو تون تيز وهٽي
ڪرين تنهن ڪوڙيءَ کي ملڪ ۾ پٽي
محي الدين ميران تون منهنجو ڏٽي
تون بادشاهه بغداد جو آهين روشن ضمير
مدد ڪر محي الدين دلئون دستگير
رسي تون رحم ڪر يا پيران پير

هاڻي مٿين ڏنل ڏهن مصراعن منجهان ناظرين صاحبان فقير صاحب جي مذهب ۽ عقيدن جي معلومات ڪري سگهن ٿا ته چئن يارن منجهان ثلاثه اصحابن سڳورن ۽ پير عبدالقادر جيلاني بغداديءَ کي ڪهڙن لقبن ۽ سندن شان ۾ مداحون ڪهڙي مذهب وارو ڪري ۽ ڇا ٿي سگهندو آهي؟

## فقير صاحب جو شعر و شاعري

عام طرح چوڻ ۾ اچي ٿو ته شاعر ٻن قسمن جا ٿيندا آهن-

١- شاعر حال جا ٢- شاعر قال جا-

انهيءَ طرح جڏهن فقير صاحب جي شعر تي بار بار نموني سان نظر ڪجي ته صاف صاف ڏسڻ ۾ ايندو ته فقير صاحب به شاعر حال جو هو ۽ نه قال جو. ڇو ته

ناظرين صاحبان کي اڳتي هلي معلوم ٿيندو ته بعضي بعضي فقير صاحب جو ڪو شعر مثلاً مخمس يا مسدس آهي ته اهو ئي شعر ساڳئي وقت ڪٿي ڪٿي مربع يا مثلث آهي - اهڙي قسم جا شعر به ٻه ڪيترا آهن. جن مان معلوم ٿو ٿئي ته قال جي شاعرن وانگر فقير صاحب کي ڪو خاص شعر جو عمق ڌرڪ نه هو. باقي جيڪي به پاڻ کي خيال وغيره ٿي ڏسڻ ۾ آيس اهي شعر جي نموني ۾ اظهار ڪندو ويو آهي چون ٿا ته فقير صاحب کي جڏهن جوش ۽ جذبو جاڳندو هو تڏهن جيڪي ڪي به حال احوال ٿيندو هوس سو انهي جو انهي ڪلام يا بيت جي نموني ۾ سچو سارو چئي رهي ٿو ڪندو هو ۽ انهن سان گڏ ڪڏهن ڪڏهن اهڙو ته جوش ايندو هوس جو ڏينهن جا ڏينهن مٿي ٿر ڏانهن هليو ويندو هو. ۽ شعر چوڻ وقت يا ٻئي ٻره اهو پنهنجو شعر هڪ ڪتاب ٿي اڳوڻي سنڌي ۾ لکندو ويندو هو. جنهن ڪتاب جو بيان اڳتي هلي لکي آيا آهيون. فقير صاحب گهڻو ڪري شاهه صاحب جا دوهڙا ۽ ڪلام سچل سرمست يا نانڪ شاهه پنهنجي مرشد جا پڙهندو هو ۽ پڙهڻ وقت گريو تمام گهڻو ٿيندو هوس.

فقير صاحب جي پنهنجي دستخط ڪتاب ٿي مثنوي فارسي تصنيف شاهه شرف بو علي قلندر قدس الله سره جي لکيل آهي جنهن جي شروعات بسم الله کان بعد هن طرح آهي—

مرحبا اي بلبل باغ ڪهن - از گل رعنا بگو با ما سخن
مرحبا اي قاصد از يار ما - مژده ده هر دم خبر از يار ما
مرحبا اي هدهد فرخنده فال - مرحبا اي طوطئي شڪر مقال

از انسراهه پنهنجي مرشد نانڪ يوسف فقير عليه رحمة جن جا ڪلام ۽ پاڻيون به لکيل آهن ۽ مدح اڪثي در شان حضور سرور ڪائنات صلعم چيل ميان صاحب ڏنه فقير ڦرڙي درازي عليه رحمت ۽ سنگي چيل ميان سچل سرمست عليه رحمت جنهن جي به لکيل اهي جي خاص ڪري فقير صاحب پنهنجي هٿ سان لکيا آهن. سي به ٿورا ڪجهه ٽڪرا مسدس دستخط رسالي ۾ موجود آهن جيتوڻيڪ فقير صاحب جي ٻولي سنڌي هئي تڏهن به انهيءَ شعر بعضي سرائڪي ٻولي ۾ اردو ۽ سرائڪي ۽ فارسيءَ ۾ به چيو اٿس.

فقير صاحب جي شعر جا پاڱا هي آهن—

سنڌي دوهيڙا ۽ سرائڪي دوهڙا - سنڌي ڪلام ۽ ڪافيون - اردو غزل ۽ ريخته سرائڪي ڪلام ۽ فارسي غزل ۽ مداحون ۽ معما توڙي حرفيون - مثنوي سنڌي سرائڪي ٻوليءَ ۾ گهڙولي—

اڃان به اڻترو افسوس ظاهر ڪرڻو پوي ٿو جو هي موجوده رسالو فقير صاحب جي شعر جي اڌ کان به گهٽ حصو لکيو آهي ۽ باقي نايا ب ٿي ويو آهي—

## فقير صاحب جو حليو ۽ شخصيت

فقير صاحب قد جو ڊگهو ۽ شڪل جو تمام سهڻو ۽ وار به ڊگها هوندا هئا

فقير غلام حيدر مرحوم



ديوان

سندس ڀاڻيجو فقير سڪندر علي فقير نه جڳهن جا ٺاهيندو هو ۽ الصف بيس
جو ڏسڻ ۾ ايندو هو. سندس جنم جي تاريخ ٢٦ مهينو شعبان ٤ ١٣٠٤
خوش مزاجي گويا سندس فطرت ۾ هئي. سن ١٣٦١ هجري ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو
ڪيو ۽ آخر ۵۸ ورهين جي ڄمار ۾
ڪري ويو.

ان ڪان پوءِ سندس وڏو فرزند ميان پيل فقير گادي نشين آهي. هي صاحب
پنهنجي وڏن جي پيروي ڪندڙ صبر ۽ تحمل جو گويا هڪ پتلو آهي. هن فقير جي
جد بزرگوار مرحوم ميان غلام حيدر فقير جي مزار شريف مٿان هڪ عاليشان قبو ٺ
ڪرايو آهي جنهن جو نظارو ڏسڻ وٽان آهي. ۽ ساڳئي سندس ڀاءُ ميان منور علي
به وڏو مددگار آهي —

## مريدي جو سلسلو يا شجرو

فقير صاحب جي ذڪر فڪر پيرن جو احوال ڪجهه اڳي به ڪري چڪا آهيون. باقي
هت فقير صاحب جي مرشدي سلسلي جي جيڪا وڌيڪ واقفيت ملي آهي اها درج ڪجي ٿي

١- فقير غلام حيدر فقير گودڙي به عليه رحمت —

٢- فقير محمد يوسف عرف لاڪ شاه عليه رحمت —

٣- سلطان العارفين سچل سرمست عليه رحمت —

## وقت جي حاڪمن ۽ خاندان سان لاڳاپا ۽ دوستي

والي رياست خيرپور مير علي مراد خان نه خاص فقير صاحب کي پنهنجي مرشد جي
فرمودي موجب اهڙي عزت ڏيندو هو جهڙي پنهنجي مرشد کي ڏني آهي. ارادتمند
ڪن اهڙن خاص موقعن تي هر هميشه خرچ وغيره به ملندو هو. جهڙوڪ محرم شريف
عزاداري وغيره لاءِ ۽ شادين مرادين اوڙي غمن تي وغيره وقت فقير صاحب کي خاص
نمبو ۽ ان سان گڏ پنجاه جڻي جو راشن ملندو هو. جو مير علي نواز خان جي زماني تائين
اهو دستور هلندو آيو. ان ڪانسواءِ فقير صاحب جو پنهنجي زماني ۾ هيٺين ماڻهن ۽
بزرگن سان دوستي جو لاڳاپو هو —

١- صوفي مير محمد فقير ميسناڻي رحه. ٢- صوفي بيدل فقير روهڙائي رحه.
٣- دريا خان فقير رلڪي جو ويٺل ڪنڊڙي روحل فقير. ٤- ميان لونگ فقير مهسر.
٥- مير صاحب مير غلام محي الدين صاحب جيلاني جن وٽ هو هميشه ويندو هو
جا ڪاڻ ته قادري طريقي جا اصل مير بزرگ اهڙي بادشاه آهن —

## متفرق حوالات

خدا جو خوف :- هڪ دفعي هڪ شخص ٿالي اعتبار شر جي قريب الموت جو ڪالم
ڏسي فقير صاحب کي اهڙو خوف جاڳيو جو ان ڪانپوءِ لونءِ لونءِ ڪري جو اهو
ڪٽي جهنگ ڏانهن رخ رکيائين تانجو ڪوٽ ڪان اتر اولهه طرف هڪ ميل پند تي هڪ
لٽي جو وڻ ويٺل هو سو اتي هڪ ڏار لمبل ۾ پنهنجا ڏکها وار پڌي پا ٽکي لٽڪائي
ڇڏيائين ڪلاڪ ان بعد هڪ ڏار اها ماجرا ڏسي اچي ڳالهه ڪئي. جنهن تي ڪيترا
ماڻهو ۽ فقير صاحب جا فرزند وغيره جو ڏسڻ ته فقير صاحب الي نه مڪان ساڳيا لفظ

۾ ... استعمال ڪري رهيو هو. ۽ سندس اکين مان ڳوڙها به وهي رهيا هئا آخر
تان واڳ ڇوڙي لاڏو ويو. جون ته ته آخر عمر تائين فقير صاحب جو لکيل ڪلام ٽوڪ ٽوڪ
ٿي ويو هو. وجود ڪان وسارو:- هڪ دفعه فقير صاحب جي اڳيان سندس وڏو فرزند
ميگهو فقير آيو ۽ کيس ابا ابا ڪري سڏ پائڻ لڳو ته فقير صاحب ڏانهس نهاري چيو ته
ڪهڙو آهين؟ ميگهي فقير چيو ته سائين مان آهيان ميگهو. فقير صاحب چيو ته ميگهو
ڪهڙو؟ وري ميگهي فقير چيو ته سائين! ميگهو پٽ غلام حيدر فقير جو. تنهن تي
فقير صاحب چيو ته غلام حيدر ڪهڙو؟ پوءِ ته پٽي گهڙي کن خاموش ۾ رهيا ڪجهه
دير بعد فقير صاحب چيس ته توکي ايترو خبر نه آهي ڇا؟ ته تنهنجو پيءُ غلام حيدر
ڪيترن ڏينهن کان لوئي گڏاري ويو آهي.

لطيفي:- سياري جي موسم هئي ٽوري کٽي منهن جي ڀراول وسي رهي هئي ان
وقت فقير صاحب جي اڳيان آواز ڪلام ٿي رهيو هو ته تالپور بلوچ خان پرڳڙي جو مير
علي مراد خان جو هڪ نوازل ماڻهو هيو، سو اندر آيو. فقير صاحب خيال ۾ محو ۽
مستغرق هو. بلوچ خان به اچي فقير صاحب جي سامهون ۾ نزديڪ ويهي رهيو ڪنهن
وقت فقير صاحب الله اڪبر چئي منهن مٿي ڪري ڏانهس نگاهه ڪئي ته نگاهه ڪرڻ
سان يڪدم بلوچ خان وڃي بولڻي ڪريو جنهن کي وٺڻ ماڻهن جهلي ورتو گهڙيءَ کان
پوءِ سامت ۾ آيو ۽ مير صاحب جن جو لکيل ۽ موڪليل پروانو جنهن اندر ٢٥٠ ايڪڙ
لنگر بابت جاگير جو فقير صاحب کي ڏنو فقير صاحب پڙهي ڪٺي اڳيان پرلڏ مچ جي
حوالي ڪيو ۽ کيس چيائين ته بابا! مير علي مراد کي سلام ڏج ۽ هي ٻڌائي ڏج ته توکي
صاحب نه آهي جو هڏا اسان فقيرن ڏانهن ٿو موڪلين. انهن هڏن جي چوسڻ لاءِ
ڪتا ڪافي آهن.

لطيفي:- هڪ دفعه جي ڳالهه آهي ته مير صاحب جي منزل شهر جي ٻاهران الر
لواهه طرف هڪ مڪان کهوڙا پڙ وٽ ٿي. شام جي وقت مير صاحب خاص فقير صاحب
جي ديدار لاءِ آيو. انوقت راڳ آواز ڪلام ٿي رهيو هو ۽ فقير صاحب انهيءَ مشغوليءَ
۾ محو هيو. ڪجهه عرصي بعد فقير صاحب الله هو جو آواز ڪري منهن مٿي ڪيو پوءِ
مير صاحب به اٿي کيس جنهن کي بغل گير ڪري مرحبا ڪيائين ۽ چيائين ته مير علي مراد خان
تون بادشاهه ماڻهو مان هڪ گداگر فقير وٽ هلي آيو آهين. سو ڪن توکي آيو ڏٺو ۽
ڪي پيدا اسو هاڻي ته سفارشي ماڻهو موڪلي ڪڪ ڪندا. هر ڪڪو جو آهين جو توتي
خدا جي رحمت وسندي اچي آهي. آخر ۾ مير صاحب عرض ڪيو ته قبله سائين. منهنجو
هڪ عرض آهي جو قبول پوي. جو مان توهان کي فقراءِ جي لنگر باٽيءَ واسطي ويرو
مڪل ڳيرو سالياني جو ڏيان ٿو جو قبول پوي. فقير صاحب جواب ڏنو ته مير صاحب
اها ڳالهه مونسان نه ڪريو ليمت فقير صاحب چيس ته توهان ڏني مگر مان وري توهان
کي ڏني ۽ هي مٽايل به ڏنو لس. مير علي مراد خان تو پهرين بادشاهه کي مان ٻارو للا
ڪل لکر ڪاڻ لاءِ ڏيان ته چڪر ٿين کاٽي سگهين؟ اهڙ طرح اها ملڪيت به موڪي
ڪل هذي والنگر انظر اچي ٿي جنهن جي ڪاڻ مان اللعنة و نقصان ٿي پوندو.
لطيفي:- هڪ دفعي جي ڳالهه ڪندا آهن ته فقير صاحب جو فرزند ميان غلام المصطفى فقير

مير علي مراد خان جي منزل نزديڪ هڪڙو سهڻو مير سائين مارڻ لاءِ ويو جنهن کي مير صاحب
١٠٠ ايڪڙ زمين جاگير جو پروانو ڪري ڏنو. جو ڪٿي آيو ۽ اچي فقير صاحب کي ڏيکاريائين
فقير صاحب پڙهي يڪدم اڳي جو اڳي ڦاڙي ڇڏيو ۽ غلام الهي فقير کي چيائين ته ياد
طالب المولا ٿيو ۽ نه طالب الدنيا ٿيو

توجهه جو اثر:- ضلعي لاڙڪاڻي جي ڏڪري شهر ۾ فقير صاحب جا طالب خاص گلزار فقير
خليفه يار محمد جهان خان فقير خليفه حسن علي فقير عشق علي فقير قوم جتوئي بلوچ دعوت
ڏيئي وٺي ويا فقير صاحب جو اڪثر ڪري راڳ ۽ ويراڳ پڻ سان گهڻو شوق هوندو
هو. ان شهر جي نزديڪ ڳوٺ ۾ هڪ مولوي صاحب نالي بهرام اريجو قوم جو رهندڙ
هو. انهيءَ به پڻ ٻڌو ته هڪ فقير آيو آهي جو ڳائڻي فقير ٿو سڏائي ۽ ڪفر ماڻهو مريد
ٿيا اٿس سو بحث مباحثي لاءِ تيار ٿيو ڪرڻ لڳو جڏهن رات ٿي ته ڏٺائين خواب ۾ هڪ
نوراني شڪل ڏٺائين جنهن تي موهجي پيو. صبح جو تيار ٿي ڪتاب وغيره ڏسي مناظره
لاءِ اچي منزل مقصود تي پهتو تڏهن ڏٺائين ۽ وڏي آواز سان هي الفاظ چيائين ته رات
واري صورت ته اها صورت هئي. ائين چئي اچي فقير صاحب جي پيرن تي ڪريو ۽
پهچي حقيقت کان فقير صاحب کي واقف ڪيائين ۽ فقير صاحب سان خلوت ڪيائين
پوءِ ان تي وري محمد عثمان سانگي فقير وٽ ويو جنهن کي پري کان چيائين ته اچ
عثمان فقير ڪلام پڙهه جنهن تي عثمان فقير هڪ ڪلام پڙهيو جنهن جي پڄاڻي بعد
اڳي جو اڳي وري انهي جواب ۾ مولوي بهرام هي ڪلام پڙهيو —

| | |
|---|---|
| لگا عشق آگ اندر چولي | ساڙي لوءِ لوءِ رالچهن پولي |
| عشق بهرام هٿي اڙانگا | هرگز رکي لڳ سر دا سانگا |

عجب رندان والي ٻولي

پوءِ سندس چوڻ موجب ڳالهه هن طرح آهي ته جلدي مخدوم صاحب قلندر سلطان
عليه رحمت تي ويو جتي ڪيس ڪچهري جو ديدار حاصل ٿيو ۽ فقير صاحب به اتي
ڏٺائين. اتي هڪ فقير سندس پالهن کان وٺي مخدوم صاحب کي عرض ڪيو ته هي
توهان ڏانهن اميد رکي آيو آهي. جنهن تي مخدوم صاحب عليه رحمت جن فرمايو ته
هنجي ولي جو پاڳو فقير غلام حيدر وٽ آهي وڃي ان کان وٺي. پوءِ ته جلدي بهرام فقير
فقير صاحب جي ڳوٺ آيو جتي فقير صاحب مٿس توجهه اهڙو جنهن ڪري چند روز
بيهوشيءَ ۾ رهيو ۽ ان بعد فقير صاحب کان سبق ورتائين. ۽ سندس ولد ماڻي انهيءَ
فقيرياڻي آهن ته اچي فقير صاحب کان ذڪر ورتو ۽ اهي راهه لڳي.

عجيب نقل:- ميان محمد علي شاهه ولد مهر شاهه سيد ويٺل مڪر جي ڪي هادي بخش
فقير عرض ڪيو ته سائين ڪا دعا ڪريو جنهن تي شاهه صاحب چيس ته مولڪي دعا ته
اوهان ولان تي ملي آهي. جنهن جو بيان هن طرح ڪيائين. ته فقير صاحب هن جو
مير علي مراد خان تمام معتقد هو ۽ مولڪي دل ۾ انوماني پيا الغدا هئا ته هي فقير ته نه
آهي بلڪ مڪرول آدمي آهي. هڪ ڏينهن فقير صاحب ميان غلام حيدر فقير مير صاحب
وٽ آيو دستور موجب مير سندس اعتقاد داري ڪئي مان به چيو ته ڏسان ته ڇا آهي.
اها اهو خيال ڪري آيس ۽ اچي فقير صاحب جي روبرو سامهون ويٺس ته ڪنهن وقت
فقير صاحب نظر ڦيرائي مون ڏانهن گهور ڪري نهاريو. فقير جي نهارڻ تي مان يڪدم

وڃي بي هوش ٿي ويس ۽ اُهين سمجهڻ ۾ آيو ته بچاءَ جا وچ جهڙپ لڳي نوراني ٿ ت
منهنجي اکين مان آروپار وڃي پاهر نڪتي ڪجهه وقت گذرڻ کان بعد ۾ فقير صاحب
سان ملڻس جنهن تي فقير صاحب مونکي بغل گير ڪيو ۽ سچي حقيقت بيان ڪيم جنهن
تي فقير صاحب منهنجي سيني تي هٿ گهمائي چيو ته محمد علي شاهه مڪر ۽ شيطاني
خيال کان نه وڃو ته هتان نه وڃو. پوءِ اچي رنگ لڳو ۽ پوءِ ذڪر فڪر نه ورتا سون
۽ زماني کي نه ڇڏيو سون. پهرين مهرباني ته فقير صاحب ڪئي

مرشد تان سر فدا ائي :- جڏهن سنه ١٣٣٣ هجريءَ ۾ انگلنڊ ڏانهن مير صاحب ويو هو
تڏهن چون ٿا ته مراد جسڪاڻي جو مير صاحب جو خاص نوازيل ماڻهو هو. سو پاڻ کي
مير مراد جي نسالي سان ڪوٺائڻ لڳو. هڪ ڏينهن ان هستيءَ وچان مير صاحب پير
غلام محي الدين صاحب رانيپور شريف واري جا اٺ ڦڪ ۾ بند ڪرايا ته ان ڏينهن
فقير صاحب ۽ غلام قاسم فقير پٽ ۽ غلام محمد فقير پٽ جي درس تان تي موٽيو هو.
۽ مير صاحب جي احوال کان نه واقف ڏيڻ لاءِ ويل هو. جڏهن فقير صاحب ڏونهريءَ
تي اچي بکوءَ جي ڳوٺ ۾ رهيو تڏهن پير صاحب جو جت ٻه اچي ملڻس جنهن سمورو
احوال ٻڌايو چون ٿا ته احوال ٻڌڻ سان فقير صاحب تي اهڙو جوش غالب ٿيو جو
فقير صاحب کان جتي پائڻ نه وسري وئي جا پوءِ ڏني ويئي -

فقير صاحب انهيءَ سان هي شعر چوندو هليو جو آخر تائين سڄو ٿيو -
جسڪاڻيءَ سان جت اچي پير سلامت پاڻ ڪئي
گهوريئي سنڌي گهر تي اچي پڌري لاهوتين لت
پهچڻ جي پار ڏانهون ور لڌس ڳوڙا ڳت
چوڙهي چارئي نار پيا جن مڪر هوس مت
گورا سڀ ڪرا ٿيس ٻچهس نسان هڪ اٺ
نوڙان تي تاراج ٿيو جو ڏٺي پرن کي پت
حڪم حيدر شاهه ڪيو نه ساڙ انهل جي پت
غلام حيدر گوش ڪر آهون محبت مور نه مٽ
سر وڃي نه ون ست اڳيان مرشد مير جي

انهيءَ بعد فقير صاحب پيا پهچڻ ڳاچڻ جي پير جا اٺ ڦڪ مان آزاد ڪيا -
فرحدار ٿيو نه آهن. جو چون ٿا ته مير صاحب ولايت مان فقير صاحب ڏانهن دعا بدمنت
اغذ موڪليو - جنهن تي فقير صاحب دعا ۾ هي ڪلام چيو هو.
ٿل :- علڻ شعر عليءَ جا سو تي پڄڻ پيا هون
پڙو نههجو پاڃهه سان آخند و احمد ايڏانهون

جڏهن مير صاحب ولايت کان واپس آيو ۽ خبر پئي سان مصنوعي مير مراد خان کي
ڪري ڪوٽ تي چاڙهڻ جو حڪم ڪيائين مگر پوءِ ۾ پاڙن جو نه حڪم ڪيائين -
ڪار ڪنترون سفارشون ٿيون مگر مير صاحب آزاد نه ڪيس ۽ فقير صاحب ڏانهن
سفارش لاءِ آيا جنهن جواب ڏنو ته مرلي جي پاڙن ڪٽڻ وارو اوهر ٿي مري ويو آهي
جڏهن انهيءَ حالت ۾ گذاريائين تڏهن ڪيس لکين ڏينهن انهي جو انهي ڪوٽ

خان والد مير امام بخش خان. ميان مراد علي فقير کي چيو ته ڏاڍي علي مراد خان جي زماني ۾ روهڙي ڪنال جي کوٽائي ڪرائون ٿي جنهن لئي ڏاڍي صاحب ميان غلام حيدر فقير کان دعا جي مدد گهري هئي ته فقير صاحب دعا ڪئي جو منهنجي ملڪ مان روهڙي ڪنال نه کيڻي چاهين جنهن ڪري ڪيتري زمين نقصان هيٺ اچي ويندي ۽ ملڪ ۾ خرابي ٿيندي. ان ڪري موجب فقير صاحب دعا ڪئي جا قبول ٿي ۽ ائين طرح چيائون ته مير علي مراد خان تنهنجي اياڪاري ۾ هڪ اولاد ٿيندو ته اهو واه وارو رستو رد ٿي ويندو. ۽ انهي واه جي کاٽي وغيره لاءِ ڪوڙ ڪاهڻ وارو لوهر اچان هن ملڪ ۾ ابتدا ٿي ڪوله ٿيو آهي. جو اڄوڪو ٿيو به ائين. مير صاحب جي زماني کان پوءِ ۾ واه نڪتو ۽ مغرب جا لوهر آيا جن مشينن جي رستي روهڙي ڪنال کي تيار ڪيو.

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ دفعي حيدرو فقيرن جو ٽولو هڪ الهت فقير سميت اچي فقير صاحب جي مهمان خاني ۾ رهيا. ته انهي ان الهت فقير چيو ڪيو روٽي تيار ڪري پنهنجي اصلوڪي دستور موجب زمين تي اوڇو وغيره ڏيئي ان تي گول ٺڪو کڻي ماني وغيره رکي کائڻ لڳو مگر پنهنجو ڪپڙو هٿ ان ٺڪي کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين. اهو تماشو فقير صاحب ويٺي ڏٺو جنهن اچي کائيس پڇيو ته هي ڇا ڪيو انهي ۽ هن هٿ کي ڇو ٻاهر ڪڍيو اٿئي. تڏهن ان حيدرو فقير چيو ته فقير صاحب! هي ڳجهي ڳالهه آهي. اهو ٻڌي فقير صاحب گهڻو ڪاوڙ ۽ انکي ويهي سمجهايائين ته جنهن هٿ پنهنجا گناهه کي صاف ڪيو سو وڇوڙو ٻري ڪيو اٿئي. باقي جيڪا پنهنجي سمجهي الٽي اها ليکي جي اندر رکيون ويٺو آهين. اهڙا ڳالهه حيدرو فقير کي دل سان لڳي، جيئن ته هن پوءِ هٿ اندر ڪري ويهي ماني کائڻ لڳو ۽ سندس سائي [illegible] ۽ ٻاهر اٿي رهي پيو جو پوءِ ۽ هميشه ايندو هو. جيئن ته فقير صاحب کان ذڪر پڇيو هوائين ۽ سال بسال ايندو هو.

هڪ دفعي هڪ ماڻهوءَ فقير صاحب کي پنهنجو قومي سردار سمجهي اچي فرياد ڏني ۽ انکي اها خبر نه هئي ته فقير صاحب زماني کان لاڳاپا ٽوڙي ڇڏيا آهن. فقير صاحب کي چيائين ته منهنجي رڍ فلاڻو ماڻهو کائي ويو آهي سا موٽڪي وٺي ڏيو. فقير صاحب ان وقت پنهنجي ذڪر ۾ هو ۽ مشغول هو. ڪجهه عرصو بعد فقير صاحب مراقبه مان سجاڳ ٿي منهن مٿي ڪري کيس هن طرح وراڻي

عاشق ويا اوڏاهين جتي رڍ نه ڪا ڳئون — نڪو ميوس ملڪ ۾ نڪو ٻورن ٻئون
غلام حيدر ڪيب ۾ ڪساري ٽيڙا ڳئون — چنڊن کي چڱون نڪون [illegible] کي آه مال جي

جنهن ڪري فريادي به سڃاڻي ويو ته فقير صاحب هن وقت ڪنهن ٻئي رنگ ۾ آهي ڳالهه ٿي ڪن ته ان زماني ۾ آباد ڪارن کي هڪ سنگ ڪٽڻ جي به اجازت نه هئي سو هڪ ڏينهن هڪ ڪمزور پوش ماڻهوءَ هڪ ڪاري سنگن جي ڪيئون ٻڌي ڪ ۾ پنهنجي گهر ڏانهن ٿي آيو ته واٽ تي اتفاق سان اها ٻڌي ڪا ڳنس ڪري ڏٺي ۽ سنگ زمين تي ڪري پيا جي حاڪمن جي طرف کان هيڏي هوڏي نهاري واڳن جي نموني ۾ واڻهي ٻاهر نڪتو ته فقير صاحب به اوچتو سندس سامهون اچي ويو ۽ سمورو احوال معلوم ڪيائين جنهن ڪري هي بيت الي جو الي ان کي هڪ بيت لاءِ چيائين - ته

